# سماجواد ۽ سنڌي ليکڪ

## ڪيرت ٻاٻاڻي

صدين کان انسان هڪ سندر دنيا جي تلاش ۾ رهيو آهي. سقراط کان ڪارل مارڪس تائين، اهڙي دنيا لاءِ فلاسافرن سپنن جو سنسار خلقيو هو، گٽي کان گورڪيءَ تائين ڪلاڪارن اهڙي دنيا جي تصوير ڪشي ڪئي ۽ فرينچ انقلاب جي مهندار کان ليِنن تائين انقلاب جي معمارن اهڙي دنيا جي اڏاوت ۾ پنهنجو خون، هڏا ۽ ماس وڌو.

ڏور جو خواب هاڻي هڪ حقيقت بڻجي چڪو آهي. فلاسافرن جو سپنو، ڪلاڪارن جي تصوير ۽ (انقلاب جي) معمارن جي اڏاوت- هڪ اهڙي سماج جو نونرماڻ جنهن ۾ انسان جي انسان مٿان صدين جي بي انصافي، ڏاڍائي، ظلم ۽ گندگي ۽ بي عزتي سهڻ جو سلسلو ڇيهون ڇيهون ٿي رهيو آهي ۽ هڪ اهڙي

> اسين هن ۱۵ آگسٽ جي موقعي تي خاص جواهرلعل پرچي سان "سماجواد ۽ سنڌي ليکڪ" وشيه تي ساهتڪ سيمينار (ادبي بحث) شروع ڪري رهيا آهيون. هن بحث لاءِ هن پرچي ۽ موقعي کان بهتر ٻيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟ سوشلزم اسانجي پياري جواهر جو پيارو آدرش هو. اڄ هنجي بدولت ئي اسانجي سرڪار پاڻ اڳيان سماجواد جو مقصد رکيو آهي جو اڄ جي زماني جي وڏي حقيقت ۽ تقاضا آهي. سنڌي ليکڪن هنڪان اڳم ان تقاضا کي ڪيئن نباهيو هو ۽ هاڻي ڪيئن نباهڻ ٿا چاهين، هي بحث ان ڏس ۾ مددگار بڻبو. بحث ۾ ڪير به ڀاڱو وٺي سگهي ٿو. البت اهو شخصي سطح تي نه هجي ۽ ويچار مختصر ۾ هجن. اميد ته ٻيا ليکڪ ۽ پاٺڪ به ڀاڱو وٺندا. (سمپادڪ)

نظام جي استاپنا ٿي رهي آهي، جنهن ۾ انسان پنهنجي انساني پدويءَ تي پهچندو، قسمت ۽ حالتن جي زنجيرن کي ٽوڙي، پنهنجي قسمت جو ڪشتيبان پاڻ بڻبو ۽ هن پرٿويءَ تي اهڙو سورڳ خلقي سگهندو، جو ڪوين جو ڪلپنڪ سورڳ، هن حقيقي سورڳ اڳيان ڦڪو پئجي ويندو ۽ سورڳ جا ڪلپنڪ واشندا پرٿويءَ تي پهچڻ لاءِ آتا ٿي پوندا.

سماجواد هڪ اهڙي انساني سماج جو تت (Content) آهي، جنهن جهڙي سماج انساني اتهاس ۾ هن کان اڳ نه آئي آهي. اهڙي سماج جي وصف ۽ خصوصيت ۽ اهڙي سماج اندر فرد جي حيثيت بابت انيڪ انومان ۽ تصور ڪلاڪارن جي ڪلا جو موضوع بڻجي چڪا آهن. ڪلاڪارن کي اهڙي سماج جو تصور ڏنو آهي، ان ۾ پيدا ٿيندڙ مسئلن ۽ تضادن کي سلجهائڻ ۽ انهي اڏاوت ۾ حصو به ورتو آهي- هيءَ آهي اڄ جي ڪلاڪار لاءِ حقيقت (Reality)، جنهن کان

کي انڪاري ٿي رهيا آهن، کي پاسي پئي رهيا آهن ۽ کي ٿورا اهڙي نئين حالت (Situation) ۽ ذميواري (Task) کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهيا آهن. پر هو اها ٻي ڳالهه آهي ته هو ڪو روشن جهلڪو پسائي سگهيا آهن يا نه.

سنڌي ليکڪن جي اوسر اپٽري آهي، جو سماجواد جو نالو وٺڻ سان اڪثر ائين سمجهيو ويندو آهي ته اها خشڪ سياسي مت (Theory) جي ڳالهه آهي، جنهنڪري ساهتڪار يا ڪلاڪار جو ان (سماجواد) سان ايترو واسطو آهي، جيترو ويشنو جو گوشت سان. سنڌي ساهتڪارن ۾ اڪثر آتمواد جا ڀڳت ٿين ٿا، پنهنجن پاڻون جي اندروني دنيا جي اوک ڊوک. ئي وستار هلي ٿو، فيلسوفيءَ جي ڳوڙهن مسئلن کي سلجهائڻ (يا منجهائڻ!) تي ڌيان ڏنو وڃي ٿو، ڪلا کي تجربيگاه جي ٽيوب ۾ بند ڪري رنگبرنگي فارمولا تيار ڪيا وڃن ٿا. پر ائين سمجهيو ٿيو وڃي ته انهن سڀني ڳالهين جو حقيقي دنيا سان ڪو به واسطو ڪونهي. حقيقي دنيا (جنهن ۾ فرد، سماج ۽ انهن وچم رشتو آهي) جيڪا ڪلا جي دائري کان ٻاهر آهي. در اصل اهي ٽيئي عناصر- سماج (ٻاهرين دنيا)، انسان (امنگن جو مجموعو) ۽ انهي جي وچ ۾ رشتو (تضاد ۽ ٽڪر) سڀني ڪلائن جو بنياد (Basis) ذخيرو (Source) ۽ پاوتا (Inspiration) رهيا آهن. اسان وٽ ليکو ٿيو ڪٿي.

سماجواد هڪ اهڙي فيلسوفي آهي، جنهن کي سياسي پهلو به آهي، ڇو ته هيءَ هڪ اهڙي فيلسوفي آهي جا رڳو فلاسافرن جي فڪر لاءِ سٽ ڪٽ جو بار نه آهي، پر عملي فيلسوفي آهي، جنهن جي بنياد تي فيلسوفي حقيقت جو روپ ڌاري سگهي ٿي. انهيءَ تي ڪارل مارڪس چيو هو، ”هن کان اڳ به فلاسافرن دنيا کي سمجهائڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي، پر هاڻي دنيا کي بدلائڻ جو وقت آيو آهي.“ منهنجو، سماجواد کي گرهڻ ڪرڻ سان، مطلب اهو ڪونهي ته ڪلاڪار ان سياسي پهلوءَ ۾ الجهي وڃي - بلڪل نه - منهنجو مطلب آهي ته هن فيلسوفيءَ پٺيان جا انسان جي فڪر جي صدين جي گهرائي آهي، انهيءَ پٺيان پرٿويءَ کي بهشت بنائڻ جو جيڪو خواب آهي، منش جي لاءِ ’آزادي - برابري - برادري‘ جو جيڪو پيغام آهي، صدين جي بي - بندوبستگي ۽ اسرارگي کي جيڪا للڪار آهي، بين دنيائن طرف وسيع دروازو کولڻ جو جيڪو اقرار آهي؛ انسان ۽ قدرت جي وچ ۾ تضاد ۽ ٽڪر جو جيڪو نئون سنبند آهي - انهن مڙني ۽ بين انيڪ پيچيدگين جي مهما، پاونا ۽ نزاڪت کي پڪڙڻو آهي. سماجواد جي فيلسوفي ڪلاڪار کي انسان، سماج ۽ قدرت جو جيڪو وسيع نظريو ڏنو آهي ۽ سندس ڪلا جي اُفق کي جيڪا وسعت بخشي آهي، سا ڳالهه بي ڪا به فيلسوفي هن کان اڳ جي انساني اتهاس ۾ نه ڪري سگهي آهي، جنهن جي شاهدي سماجواد جي مخالف مفڪرن ۽ ڪلاڪارن به ڏني آهي.

اگر سنڌي ليکڪ اهڙي وشال ۽ وگيانڪ سماجي نظريي کان پاڻ کي وانجهيل رکندو ته سياويڪ زندگيءَ جي اونهائي ۽ قدرت جي ارتقائي قانونن کان بي خبر رهڻ ڪري پنهنجي تصوير جا ڪيترائي پهلو جهڪا ۽ ڦڪا يا نيرا ۽ ڦڏا ڪري ويندو.

سنڌي ليکڪن ۾ اڪثر به ”غلطفهميون“ ٻيون به نمايان آهن، جن جو اظهار ڏاڍي فخر سان ڪيو ويندو آهي ۽ جي به ڪنهن حد تائين سنڌي ليکڪن ۾ سماجواد جي نظريي ڏانهن ٽڊو رخ پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڪنديون آهن. هڪ روا-و اِهو آهي ته ليکڪ هڪ خاص ذات وارو شخص ٿيندو آهي، جنهنکي علم - ادب يا انهي ايباس جي ڪا ڄاڻ ڪانهي، انهڪري سيکڻ جي مت خواه اصول ڄاڻڻ ڪلاڪار لاءِ ضروري ڪونهي. اهڙي وهم ۾ ورتل شخص انهن کي سمجهن ته اعليٰ ساهتڪار پنهنجي پڳ جي علم - ادب کان شايد منڪر يا بي فڪر هئا. اِها سنڌن پورڙائي آهي، نه ته عقل ۽ ايباس ته اهو ٽو پڌائي ته هرڪو اعليٰ ڪلاڪار ساهتڪار پنهنجي پڳ جو ٻرو ايباسي هو ۽ سندس ايباسي اک نرالي هئي. ڪو به اعليٰ ساهتڪار پنهنجي وقت جي فيلسوفي ۽ حقيقت Reality کان بي - مک ٿي وقت

جي اعليٰ سچائيءَ کي اعليٰ نموني ۾ ڪٿئين نه ڇهي سگهي!

اهو وهم يا غلطفهمي اها آهي جو اگر ڪنهن مت (Theory) جو ذڪر اچي ته ته يڪدم ٻه ڀڄڙو واهو نه پيدا ٿئي ته اهو ”نج ساهت“ نه آهي پر ”پرچار“ آهي. عجب اهو آهي جو مت کان ڀڄندڙ ساهتڪار پڻ ڪنهن نه ڪنهن مت جا پوڄاري ضروري آهن. تفاوت اهو آهي جو ڪي ساهتڪار مادي خارج ۽ صدين کان دڙسان لٿيل مٿن کي پالش لڳائي، چمڪائي پيا ڦرن ۽ ٻيا ساهتڪار زندگيءَ ۽ انساني ذهن جي نون تقاضائن کان متاثر ٿي قدم اڳتي وڌائيندا رهن ٿا. نه ته ڀلا ڪو اهڙو ساهتڪار آهي، جو چٽ ٿي ايهي وڏي واڪي چوندو ته ”مان بنا ڪنهن مت جي آهيان!؟“ يعني انهن ٻين لفظن ۾ مطلب اهو نيو ته ”مون کي زندگيءَ لاءِ ڪو نظريو ڪونهي يا ڪا دڙشٽي ڪانهي!“

سماجواد اڄ نه صرف نئين ٻار وانگر جنم وٺندڙ هڪ حقيقت آهي، بلڪ صدين جي ڪوشش ۽ تلاش مان پيدا ٿيندڙ سچ آهي. ڪوبه ليکڪ چاهي هو سنڌي هجي يا غير سنڌي اهڙي سچ جي پاونا کان پاڻ کي پري رکي نٿو سگهي. پر هن لاءِ اهو ضروري آهي ته هو انهي پاڙين سياسي سطح تي اهي پنهنجي ڪلا کي ڦڪو يا بي سواد نه بڻائي، بلڪ انهي گهري روح ۽ تت (Content) کي پنهنجي ۽ پوءِ پنهنجي قلم سان ان تي پارس وارو ڇهاءُ لڳائي - يعني هر رچنا کي سونو بڻائي ڇڏي، پوءِ ڪيس سماجواد هڪ خشڪ مت نه پر زندگي جو ڀرپور ۽ نت نئين وهڪرو لڳندو ۽ ڀ پ يا شڪ جي گنجائش نه رهندي ۽ هيءُ هتراڌو لڳاپل (ليکڪ ۽ سماجواد جي وچ ۾) پردو ٽٽي ويندو.

## گوبند پنجابي

ٻاراڻي اوستا ۾ ٿي بالشيوڪن جو نالو ٻڌو هوم. تمام پيارڪ ڳالهيون ڪندا هئا انهن بابت. سماجواد جو خيال انوقت ڪن ڪتابن تائين محدود هو. باقي لوڪن جي زبان تي بالشيوڪن جو نالو اڪثر ويو هو. منهنجي جنم کان هڪ سال اڳ روس ۾ انقلاب آيو هو. ان انقلاب جو اسانجي شهر شڪارپور تي وڏو اثر پيو، ڇاڪاڻ ته شڪارپور جا هزار کن ماڻهو روس جي آزربائيجان ۽ ڪرگهيزيا جي خراساني علائقن ۾ سودخوريءَ جو ڌنڌو ڪندا هئا. انهن ناڻو ڪمائي ڪڍي ايندا هئا. جڏهن انقلاب آيو ته اسانجي شهر ۾ گهر گهر ۾ زار شاهي حڪومت وارا روسي نوٽ ڳوٿرين ۾ بند رکيا ويا. ڪن ماڻهن جو ويچار هو، ڪڏهن نه اهي نوٽ وري هلندا- وري زار جي حڪومت اوڀا ٿيندي. ليڪن زار جي حڪومت کي هميشه لاءِ ختم رسيد ڪرڻ وارا انقلابي جـوڌا، هڪ ٻئي پٺيان ڪاميابيون حاصل ڪندا، انقلابي ويچارن کي عملي روپ ڏيندا ويا- ۽ آخر

روسي انقلاب بعد پاڻ تي قائم ٿيل سمجهيو ويو ۽ پوءِ لوٽ. زار شاهي وارا لوٽ بلڪل بيڪار ڪري ردي ٽوڪريءَ ۾ ڦٽا ڪيا ويا.

ڪيترن کان ٿي اهو خيال ٻڌائيندو هوس ته اهو انقلاب ڪيئن آيو ۽ اسانجي ملڪ ۾ اهڙو انقلاب ڪڏهن ايندو. ڇاڪاڻ ته انوقت اسانجي ديس جون حالتون روس جي انقلاب کان اڳ وارين حالتن کان مختلف نه هيون. مطلب ته روسي انقلاب، وچار ڌارا تي وڏو اثر ڪيو. آزاديءَ کان سترهن سال پوءِ به اسانجي ديس ۾ جا اٿاه غريبي، بي روزگاري موجود آهي انجو علاج پونجيواد وٽ آهي ئي ڪونه. جهڙي طرح ويهن ورهين جي جوان کي ٻارهن ورهين جي ٻالڪ جا ڪپڙا پورا ڪين ايندا، اهڙي طرح مدي خارج پونجيواد جا سڀ حيلا وسيلا ملڪ مان بيروزگاري ۽ بک دور نه ڪري سگهندا. انجو علاج فقط سماجواد ۾ ئي آهي. اڄ نه ته سڀاڻي سماجواد سڄي دنيا ۾ ڇانئجي ويندي، انهي ۾ ذرو به شڪ نه آهي. اسانجي ملڪ پڻ سماجواد کي لوڪشاهي طريقن سان حاصل ڪرڻ جو پڪو پرڻ ڪيو آهي. ان طريقي سان دير ته ضرور لڳندي، پر سماجواد ضرور ايندي.

ڪانگريس سرڪار کي جنتا جي پوري پٺڀرائي آهي ته سماجواد کي تڪڙو عملي روپ ڏئي. ليڪن ڪانگريس ۾ جو پونجيوادي عناصر آهي، انجو زور اڃا پڪو نه آهي. جڏهن جنتا جا حقيقي عيوضي پوري انداز ۾ پارليامينٽ ۾ پهچي ويندا تڏهن سماجواد تي عمل ڪرڻ سولو ٿي پوندو. موجوده وقت ۾ گهڻا ته وچولي درجي مان آيا آهن يا مٿئين طبقي جا عيوضي آهن، انڪري عام جنتا جي پيڙا ۽ ڏک جو احساس انهن ۾ ايترو شديد نه آهي، جو هو سماجواد جي راه راست تي تکي قدمن سان اڳتي وڌي سگهن. هو ذري ذري تي لڙهي ٿا وڃن ڍڍي ٿا وڃن ۽ وري چار قدم پٺتي هٽي ٿا وڃن. ليڪن اهو وقت دور نه آهي جڏهن جنتا جو زوردار آواز کين ثابت قدم ٿيڻ لاءِ مجبور ڪندو. تڏهن عملي سماجواد هڪ حقيقت بڻجي پوندي.

ليکڪ سماج جو هڪ جزو آهي. جنهن سماج ۾ پيدا ٿيو آهي، اها سماج انتي ضرور اثر انداز ٿيندي. اڄ جي سماج پونجيواد جي جهنگلي قانون ۾ جڪڙيل آهي. جنهن قانون موجب ماڻهن جي گهڻائي، اڻوسي، لاچاري، بک، بيروزگاري ۽ بيماريءَ جو شڪار رهندي ۽ ڪي ٿورا ماڻهو سماج جا سڀ سک ۽ سهولتون ماڻيندا. هاڻي اهو قانون ڪنهن نياءَ تي ٻڌل نه آهي. نه ڪو ڪنهن ديوي ديوتا جو رچيل آهي. نه آسماني الهام ۾ انجو جوڙجڪ جا ٿاٻل آهي. پوءِ اهو قانون ڪيئن لاڳو ٿي ويو؟

ليکڪ جو هڪ ٽام ليکڻ پڌي جو مالڪ ٿئي ٿو ۽ سندس ضمير کيس پنهنجي فرض ڏانهن آگاهه ڪري، انهن ليکڪ جو فرض بلڪل صاف آهي ته هو هيٺين جو همراهه ٿئي. يعني ته هو عام جنتا جي ڏک، درد ۽ خوشين جو چٽو پنهنجين رچنائن ۾ چٽي. ان کانسواءِ باقي جيڪو ڪجهه لکيو وڃي ٿو، اهو هڪ وڏو الجهاءُ آهي. سچ کي وڏيڪ مونجهائيندو آهي، اُن الجهاءُ سان ۽ پونجيوادي ليکڪن جو ته مول مقصد آهي ته الجهاءُ پيدا ڪرڻ، جيئن عام جنتا کي ڪڏهن به صحيح راهه نه ملي. عام جنتا کي گمراهه ڪري هميشه هميشه جي لاءِ پونجيواد جو غلام بڻائي رکجي. جنهن رچنا مان ڪا نئين راهه، ڪنهن مسئلي طرف ڪو اشارو نه ٿو ملي، ان مان پڙهندڙ کي ڪو فيض نٿو رسي. رچنا منهنجي نظر ۾ اها ڪامياب رچنا آهي جا پڙهڻ کانپوءِ پڙهندڙ ڪجهه نئون محسوس ڪري، سندس روح کي راحت ملي. پر جا رچنا فقط من ۾ الجهاءُ ته پيدا ڪري پر ماڻهن جي مٿي متان ته گذري ته وڃي اها رچنا عام جنتا لاءِ نه آهي بلڪ اها رچنا عام جي خلاف لکي وئي آهي. جا آجيان جي لائق نه آهي. اڄ جي ادبي نگريءَ وارين حالتن ۾ ڪو ليکڪ ڀلي ته اهڙيون رچنائون لکي ماڻهن کي مونجهائي، پر آخر جنتا انهن کي سڃاڻندي.

تازو هڪ مخزن ۾ ڇهه سنڌي ڪهاڻيون پڙهيم. ڇهن مان ٻه اهڙيون هيون جن ۾ جنتا جي درد، دک ۽ خوشين جو داستان هو. اهي ٻيئي ڪهاڻيون پوچ ۾ پتيان پيل هيون. پهريون ٻه ڪهاڻيون اهي هيون، جن ۾ الجهاءُ کانسواءِ ڪجهه نه هو. شايد اُهي ليکڪ ائين سمجهندا هوندا ته الجهاءُ پيدا ڪري هو مهان ليکڪ بڻجي ويندا. حقيقت ان جي خلاف آهي. ٽئگور، پريمچند، گورڪي، ٽالسٽاءِ، برنارڊ شا پنهنجين رچنائن ۾ الجهاءُ پيدا ڪري مهان ڪونه بڻيا. بلڪ انهن پنهنجي وقت جي سماج جي اوڻاين کي کليل روپ ۾ بيان ڪيو. جنتا کي راهه ڏيکاري ته هن سماج کي بدلايو.

ليکڪ جو اولين فرض آهي ته عام ۾ بيداري آڻي. عام کي جو صدين کان ڌرم مذهب جو آفيم پيارڻو ويو آهي، انهي زهريلي نشي کان سندس ذهن کي صاف ڪري، اڄ جي فرض کان آگاهه ڪري.

مان ٻاڻ الجهاءُ پيدا ڪرڻ وارو "مهان" ليکڪ نه آهيان، انڪري عام "نعري بازي" وارين ڪهاڻيون لکڻ لاءِ بدنام آهيان. ليڪن حق جو نعرو لڳائڻ جي گناهه آهي ته مان گنهگار آهيان. منهنجي نظر ۾ اسان جي سڀني تڪليفن جو علاج سماجواد ۾ آهي. انڪري مون پنهنجي سڀني لکيل ڪهاڻين ۾ ان نقطہ نظر

ڪي پيش ڪيو آهي. منهنجي خيال موجب انهن سڀني ڪهاڻين ۾ هڪڙي ئي ڪئي آهي، جو انهن ۾ الجهاءُ ڪونهي. پر مونکي ان لاءِ خوشي آهي.

## گوبند مالهي

ڪارل مارڪس، "ڪميونسٽ پڌرنامو" لکي ۽ شايع ڪري "سماجواد" جي نظريي کي گهڻي حد تائين واضح ڪيو. پر اهو نظريو گهڻو ڪري يورپ تائين محدود رهيو. جڏهن ان نظريي جي بنياد تي لينن رشيا ۾ انقلاب آندو، تڏهن پڪ دنيا جي مظلومن، مزدورن، هارين ۽ دماغي انسانن جو ڌيان نه صرف ان انقلاب ڏانهن ڇڪيو بلڪ ان نظريي ڏانهن به، جنهن جي بنياد تي اهو انقلاب ممڪن ٿي سگهيو هو.

غلام ملڪن ۾ رشيا جي انقلاب آزادي آندولن کي اوج ڏني ۽ ان بنياد مارڪسوادي سڌانت هڪ نئون رستو گهڙيو. ڀارت ۾ به ودوانن، ساهتڪارن ۽ سياسي اڳواڻ ان انقلاب ۽ ان نظريي کان ڪافي گهڻو متاثر ٿيا. "جماعت ڪرامت" پل ڪهڻي چوڻي رهي هجي، پر سياسي ڪيترن ۾ جماعتبنديءَ جي ڪرامت جي عملي سڃاڻپ جت ڪٿ 1917 کان پوءِ ٿي پرکي ۽ پروڙي وئي آهي.

اهو سچاءُ پڪ هو ته شروعاتي دور ۾ "سماجواد" جو سڌانت ڀارت جي انهن شهرن ۽ پرانتن ۾ ڦلي ڦري جتي ڪارخانا اسري رهيا هئا. جڏهن ته سنڌ بنيادي ريت جاگيرداري ۽ زميدداري دور ۾ ٿي هو، تنهن سماجواد سڌانت ٻين پرانتن جي ڀيٽ ۾ جان ٽان دير سان سنڌ جي سر زمين تي ٻج ڇٽي سگهيو. سنڌ ۾، خاص طور ساهتڪارن ۾، ان سڌانت تي روشني وجهڻ جو شرف ادي جيٺمل پرسرام کي آهي جو هڪ ئي وقت ساهتڪار، سياستدان، مفڪر ۽ آرگنيزر هو. هو صاحب شروعاتي سنڌي شخصيتن مان هو جن ان سڌانت کي عملي روپ ۾ پرکڻ ۽ پرجهڻ لاءِ هاري ڪاميٽيءَ کي وجود ۾ آندو. ۽ انهن ڏينهن ئي هو چاڪ ڄ ته "مارڪسواد" يا "سماجواد" اهو سڌانت نه آهي، جنهنکي صرف لکڻ ۽ پڙهڻ تائين محدود ڪري سگهجي، اهو سڌانت ته بنيادي ريت عمل ۾ آڻڻ لاءِ ئي آهي.

ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جي دوران ۾ ئي "سماجواد" سان سنڌي ليکڪن پڪو ۽ اٽوٽ ناتو جوڙيو. انهيءَ شروعات گوبند پنجابيءَ "نئين دنيا ڪتاب گهر" وجود ۾ آڻڻ سان ڪئي. "نئين دنيا ڪتاب گهر" ۽ پوءِ "نئين دنيا" مخزن جي اردگرد سنڌي نوجوان ليکڪن جو گروهه اڀريو. انهن ليکڪن مڪمل ريت "مارڪسواد" جو نظريو اپنايو ۽ "سماجواد" کي نصب العين بڻايو. ظاهر آهي ته اهي ليکڪ ته 'Arm chair' ليکڪ رهي نٿي سگهيا. انهنمان ڪي مزدورن جي

جماعتبنديءَ سان ۽ ڪي سياسي هلچل سان ۽ ڪي اڳتي [illegible]
وابسته رهيا.

ديس جي ورهاڱي ۽ لڏپلاڻ ڪاڏهوڙ پارٽين ۾ جڏهن سنڌي جنتا [illegible] جي دؤران مان گذري رهي هئي ۽ جڏهن سنڌي ساهت جو سونهن ۽ [illegible] ڪي ويو هو، انهن سنڌ مان آيل مارڪسوادي ليکڪن ئي ساهت جي [illegible] کي نئين سر وهڪرو بخشيو ۽ نه صرف سنڌي جنتا جي ڪشٽن ۽ [illegible] ترجماني ڪئي پر هڪ سهڪي بهتر زندگيءَ جي نئين آس ڏني. ان دؤران ۾ جي نوان ساهتڪار پيدا ٿيا تن مان گهڻن "مارڪسواد" کي پنهنجو نظريو ۽ "سماجواد" کي پنهنجو نصب العين (آدرش) بڻايو.

ان دور جي هر ادبي شاخ - ڪهاڻي، ناول، مضمون ۽ شعر (ناٽڪ اڃا نئون جنم نه ورتو هو) تي مارڪسواد جي سڌي سنئين ڇاپ هئي. البت اها ڇاپ ڪٿي ۽ گهري گهٽ، پڌري ۽ اڻپڌري وڌيڪ هئي. ۽ هئي به حد کان وڌيڪ. سنڌي ساهت منڊل (شروعات ۾ "نئون ساهت منڊل") جهڙي ادبي ڪلاس ۾ مارڪسوادي اثر ڪان آجي رچنا جون ڏچيون اڏايون ويندڙيون [illegible] انهيءَ ڪري گهڻن نون ليکڪن صرف جذباتي سطح تي مارڪسوادي نظريو اپنايو ۽ اهو خود سنڌين ذاتي اپياس ۽ تجربي مان نه اسريو هو پر ادبي ڪلاس جي تنقيدن مان پيدا ٿيو هو. ساڳئي وقت عمل ۽ رد عمل جي سڌانت پٽاندار غير مارڪسوادي ئي نه مارڪسواد- دشمن ليکڪ به وجود ۾ آيا. هيٺين جاءِ اڳيان جذباتي سطح تي مارڪسوادي ليکڪ مونجهاري ۾ اچي ويا. ڪي پراڻا مارڪسوادي ليکڪ صحيح رهنمائي ڪري نه سگهيا. نتيجو اهو نڪتو جو نه صرف ساهت جي پيدائش رڪجي وئي پر ليکڪن جي جماعتبندي ٽٽي پئي.

سنڌي ساهت ۾ "مارڪسواد" ۽ "سماجواد" کي Set back اندرراشٽري حالتن، راشٽري ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ ٻه طرفيءَ ۽ ٽاڙو چين جي پاڙيسري تي حملي به گهٽ نه ڏنو آهي. خود سنڌي مارڪسوادي ليکڪن جو نه جهڙو سمجهڻ ۽ Theoretical ساهت جي اڻاٺ به سنڌي ساهت ۾ مارڪسواد جي نه اسري وڌڻ جا مکيه ڪارڻ آهن.

مارڪسواد Dogma ڪونهي. جيئن جو فلسفو آهي، طور- عمل آهي جنهن سان "سماجواد" سماج ٺاهي سگهجي ٿو. ۽ جاڳائي نه ليکڪ ۽ هنجي رچنا جو واسطو انساني جياپءَ، ان جي فلسفي ۽ طور- عمل سان رهي ٿو. تو ٿو تنهنڪري اڄ به سنڌي ليکڪن ۾ گهٽ ٿي انهن ليکڪن جي آهي جي يا نه مارڪسوادي

آهن يا مارڪسواد - دشمن ئي آهن. انهن جي سڃاڻپ، ڪاڊويل ايباس ۽ خيالن جي ڏيڻ سان مارڪسواد کي سنڌي ساهت ۾ وري زور وٺائي سگهجي ٿو. البت، اهو ٻئو رخ ٿيڻ کپي. وچڙائڪ ساهت ۾ مارڪسواد ڪهڙي طريقي سان، وايومنڊل ۽ ڪردار نگاريءَ مان اڀري ڪري. پرچاري طريقو وچڙائڪ ساهت ۾ نه، سڌو Theoretical ڪتابن ۾ اختيار ڪرڻ کپي. "مارڪسواد" ۽ "سماجواد" سان واسطو رکندڙ ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپائڻ کپن ۽ انهن بنياد تي وقت بوقت بحث مباحثا ٿيڻ کپن. خود "مارڪسواد" ۽ "سماجواد" بابت سنڌي ليکڪن جو نظريو چٽو، گهرو، پارکو ۽ سنڌي سماج سان ٺهڪندڙ ٿيڻ کپي. ۽ نه وري ائين سمجهڻ کپي ته جو مارڪسوادي نه آهي، سو ضرور مارڪسواد - دشمن هوندو.

## موهن ڪلپنا

اڄ جي زندگيءَ ۾، جڏهن هيءَ دنيا امن ۽ جنگ جي ٻه واهي تي بيٺي آهي ۽ اُن مٿان مڪمل تباهيءَ جو پاڇو پيل آهي، جڏهن باوجود سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ترقيءَ جي دنيا ۾ اڃا به ٻه سؤ ڪروڙ ماڻهو بکيا آهن ۽ غربت سبب جنجا من ڪاڄي ويا آهن ۽ جي اي سلامتيءَ جي اونهي احساس سبب پاڻ کي بورس پيسترنڪ جيان "وجود جو مهمان" (Guest of existence) سمجهڻ لڳا آهن، تڏهن ڪو به باشعور اديب آدرشواد جي بادلن تي سوار ٿي محض تصور جون بسريون وڄائي ڪٿو سگهي؛ ۽ جڏهن هو "دنيا جي گهٽائيءَ جو پاسو وٺي انهن لاءِ نه لکندو" ته هو جين پال سارتري جي راءِ موجب، Privileged" Class جو شيواداري ٿي پوندو ۽ ان طرح هو خود هڪ Explioter بڻجي ويندو. (جون ١٩٦٤ Encounter).

ٻکن ڪان هر فنڪار هڪ سنڌر ۽ صحتمند سماج جو سپنو لڌو آهي ۽ اُنهي حاصلات لاءِ فن جي تخليق ڪئي آهي ۽ اڄ جڏهن هزارن سالن جي تجربن ۽ آنڊولن ڪانپوءِ سماجواد جو سرشتو وجود ۾ آيو آهي، تڏهن هلاءِ انکي اپنائڻ سڀاويڪ ۽ لازمي بڻجي پيو آهي.

اهوئي ڪارڻ آهي جو سن ١٩١٧ ۾ جڏهن روس ۾ سماجوادي انقلاب آيو تڏهن دنيا جي مڙني فنڪارن جو ڌيان اوڏانهن ڇڪيو. ڪنهن البت شڪ ۽ سوال رهيا. وقت جي وڻ سان ڪٿ اهي شڪ ۽ سوال به وڌيا آهن ۽ جوان ٿيا آهن- ٻي مهاڀاري جنگ بعد اوڀر يورپ ۽ ايشيا جا ڪي ملڪ سماجوادي ٿيا، جن انسان جي حسين خواب سماجواد کي عمل ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. وقت بوقت، وقت جي ڏاڍائن جو تنقيدي جائزو وٺڻ ضروري آهي، جيئن

أسين نہ رڳو اُنکي سمجهي سگهون مگر پنهنجي لاءِ کو خاص نظريو ٺاهي کو خاص ڏڳ چونڊي سگهون.

روسي، مشرقي يورپ ۽ ايشيا جي سماجوادي اديبن ظاهر ڪيو تہ ادب جو سچو مقصد آهي، "ماڻهن کي ساميواد اڏڻ لاءِ تيار ڪرڻ، جنهن ۾ کو ننڍو وڏو نہ هوندو، جتي برابري، سماجڪ انصاف ۽ سلامتي هوندي." ۽ هو نهايت گرم جوشي سان لکڻ لڳا. البت هنن دنيا جي مسئلن کي صرف پارٽيءَ جي اکين سان ڏٺو، جا هڪ غلطي هئي ۽ ٻيو هنن فن تي نہ پر پروپئگنڊا تي زور ڏنو، جنهنڪري سماجوادي ادب بهترين آدرشن، سوچن ۽ وسيلن جي باوجود گهٽي پاڳي سطحي ۽ ٺلهو ثابت ٿيو.

> مونکي پڪو وشواس آهي تہ دنيا ۽ ڀارت جي مسئلن کي حل ڪرڻ جي هڪ ئي ڪنجي سماجواد ۾ آهي ۽ جڏهن مان ان لفظ کي استعمال ڪريان ٿو تہ مان انسانيت جي لحاظ کان نہ پر وگيانڪ آرٿڪ خيال کان ڪريان ٿو. جيتوڻيڪ سماجواد، آرٿڪ اصول کان ڪ وڌي چيز آهي، اها زندگيءَ جو فلسفو آهي ۽ انهيءَ روپ ۾ اها مونکي ڪشش ڪري ٿي. غريبي، اڻ ٿ بيڪاري، ڀارتي جنتا جي بي عزتي ۽ غلامي کي ختم ڪرڻ لاءِ مونکي اڳيان سماجواد کانسواءِ ٻي ڪا بہ وات نظر نٿي اچي.
>
> مونکي ائين نٿو لڳي تہ ڪو سماجواد جي اندر هڪ شخص کي تمام گهڻي آزادي ڇونہ ٿي ملي، بلڪ سماجواد ۾ موجوده سرشتي کان وڌيڪ آزادي ملي ٿي. هنکي علم ۽ خيال جي آزادي ملي سگهي ٿي ۽ محدود پيماني تي شخصي ملڪيت رکڻ جي آزادي ملي سگهي ٿي. **(جواهرلعل نهرو)**

پارٽيءَ جي پاليسي، وقت موجب بدلجندي رهي. مثال: ڪامريڊ استالن جي ڏينهن ۾ چيو ويو (۽ اڄ بہ ڪامريڊ ماٿوسي تنگ چوي ٿو) تہ (١) سماجوادي ۽ سامراجوادي ملڪن ۾ جنگ اٽل آهي. (٢) سامراجوادي ملڪن کي جنگ کپي. (٣) سماجوادي ۽ سامراجوادي طبقن جو سهجيون ناممڪن آهي. مگر اڄ پارٽيءَ جو باس ڪروشچيو انهن ٽنهي ڳالهين کي رد ڪري ٿو. سوال ٿو اٿي ويچارا غريب اديب ڪيڏانهن وڃن؟ اهو سڀ جو هنن ڪجهہ لکيو اهو اڄ پارٽيءَ جي اسٽرئٽجي جي بدل سبب رد ٿي ويو ۽ ڪيترا اديب سچاڳ. پڻ هنن اڳيان اٻڪسوڙ ليا ۽ ادبي موت مئا. اڪثر پارٽي وت آهي ۽ انڪري اديب وت صرف "ها" ڪرڻ جي آزادي آهي. هنکي استالن جي ڏينهن ۾ ٽراٽسڪين کي ٺار ڏيڻ جي

آزادي هئي ۽ اڄ ڪروشچيو جي ڏينهن ۾ اسٽالن کي گار ڏيڻ جي آزادي آهي، مگر چين ۾ اڃا اسٽالنوادين جو زور آهي. انڪري چيني اديبن جي آزادي مختلف آهي ۽ انڪري اڄ چيني اديبن لاءِ ڪروشچيو "Bible Reading Idiot" آهي. هندستاني اديب، جهڙن ڪلهه اسٽالن کي مڃيو ۽ اڄ ڪروشچيو کي مڃيندو، اهو ذهني طور مڃجهي پوندو، جيستائيڪ پنهنجي فلسفي موجب هو "باشعور" ۽ "سلجهيل" ليکڪ آهي.

سماجوادي اديبن کي وقت کان اڳ ۽ آزاد سوچڻ جي آزادي نه آهي. جيستائين هنجي فڪر ۽ پارٽيءَ جي پاليسيءَ ۾ سمانتا آهي اوستائين هو پنهنجي ملڪ ۾ "سلامت" آهي. نه نه هن مٿان پارٽيءَ جي انتظام جي پڪڙيءَ جو الزام آهي. تڏهن ڪروشچيو پوري محفل ۾ چوندو، "هي پٽ تي ماڊرن آرٽ جو ڪهڙو چتر آهي؟ ڇا آهي؟ ڪنهن هي تصوير هن نماءُ ۾ رکي آهي، ان پٺيان ٿيل خرچ هنجي پگهار مان ڪٽيو ۽ آرٽسٽ کي سمجهايو، نه ته کيس روسي سرحد جي پار مفت پهچائي اچو." (مارچ ٦٣ جي "Time")

تڏهن ڪنهن آزاد سوچيندڙ بورس پسترناڪ کي چوڻو پوندو:-

I am lost like a beast in a trap,
Some where are peoples, freedom, light,
Behind me is the noise of pursuit
And there is no way out for me!

۽ جڏهن کيس سوويت ليکڪ سنگهه ۾ سوئر ڪوٺيو ويندو تڏهن هو چلائي چوندو:-

Don't yell at me.  But if you must yell,
At least don't do it in unison.

("The courage of Genius" تان صفحو ١ ۽ ٤١)

١٩٥٧ ۾ چيني اڳوان مائوسي تنگ هڪ هلايو: پل نه سؤ گل ٽڙن. صرف لال گل سان هڪ باغ پڙهي نٿو سگهي. تڏهن هڪ چيني شاعر ڏالي سو- چن- يؤ ٢٦ مي ١٩٥٧ واري "پيپلس ڊيليءَ" ۾ لکيو، "اسانوٽ هڪ خاص قسم جو ماڻهو هوندو آهي ۽ جو هر حال ۾ برابر ۽ صحيح هوندو آهي. Doctrinairism جي وقت هو نهايت گرمائش جي نمائش ڪندو آهي. مگر وقت بدليو ۽ اها مارڪسواد ليبن واد جي غلطي سمجهي ويئي، تڏهن هو پنهنجي غلطي قبول نه ڪندو، مگر اهي جي ٻهران صحيح هئا، انهيڪان به زور سان نئين ڌارا جي حمايت ڪندو، ڇو جو هو صحيح ۽ وقت کان اڳتي سوچيندڙ، سچائي ۽ عقلمنديءَ جو مجسم

پهلو آهي، باقي سڀ ٻيا ۽ ٻوٽا آهن." (The hundred flowers تان صفحو ۸۲)
۽ اهو خاص قسم جو ماڻهو سماجوادي نقاد ٿيندو آهي، جو پارٽيءَ جو ميمبر يا چوبدار ٿيندو آهي.

سن ۱۹۴۸ ۾ Wroclaw ۾ ٿيل World congress of intellectuals ۾ تقرير ڪندي، روسي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي نمائندي جي حيثيت ۾ تقرير ڪندي مڪاني نقاد فيديو (Fadeyev) چيو: "If hyenas could use fountain pens and jackals could use typewriters, they would write like T. S. Eliot." (Musical uproar in Moscow-P. 9)

اهڙي قسم جي دانشورن کان بدطن ٿي B. Polevi پوريب ڳجهي ورسو ۾ هن لکيو:-

You have no reason to walk with a proud smile
You who were repeadly bought for a medal.
What you have to save about wisdom and reason?
You have repeatedly sold ourself for a phrase.

(The problems of Communism July-Aug. '62)

انڪري اديبن جو آدرش ٿيڻ گهرجي لوڪشاهي سماجواد ۽ نه ڪ پارٽي سماجواد. لوڪشاهي سماجواد جو اديب نه آتما جي پوست محسوس ڪندو ۽ نه هن ۾ "ها" ڪرڻ جي غلامي رهندي ۽ نه هنکي جلاوطن ٿيڻ جون ڏکيون ماديون.

گذريل ۳۱ ڊسمبر ۱۹۶۳ تي ڪروشچيو دنيا کي جيڪا وشو- شانتيءَ جي رت ڏني، ان تي قلم آزمائي ڪندي هڪ روسي شاعر ولاديمي ليفتسو لکيو، "گذريل ڪيتري وقت کان آسمان ۾ هڪ لنبي ڏاڙهي وارو اجنبي نظر ايندو آهي ۽ جو جنگ. ديوتا Mars آهي. هاڻ هو لڙائي ڪري اڪيلو پيو آهي ۽ هاڻ ڪيس امن گهرجي. ۽ جڏهن ماڻهو هيتي اعتبار نٿا ڪن، ته هن هو چوي ٿو:

Am I Joking? Oh no!...
I am simply quoting tass
And Moscow offer....

(The Soviet Liturature January '64)

هيءَ ڦن جي ديوتا کي پروپيگنڊا جي اکريءَ اڳيان اليءَ چاڙهيو ويو آهي. هن جو سطر ابرابر لڀو ٿيندو آهي، مگر انڪري هنکي ادب جي لوڪريءَ مان برخواست نه ڪرڻ گهرجي. ڦن خود هڪ سودو آهي، جنهنکي پارٽيءَ لاءِ چوڻ ڇپائڻا پوندا ۽ تپ ڪرڻو پوندو.

ڪافڪا ٻڌجي عالم تصور ۾ ڪيڙا ۽ ڪاڪروچ. ڊي. ايڇ. لارنس ۽ وهندڙ پاسا ما جي پاڪيزگي ۽ سڪون جي ٻڌن ۾ مصنوعي شهري زندگي جي گندگي ۽ خاليپڻو ڏٺو، مگر سوويت سرشتي ۾ سماجوادي اديبن هڪ، "انقلابي ۽ فاتح ڏٺو، جو ڪمزور يا پيڙهه يا جو صرف سندر آتما جو همدرد نه آهي. هو سماجوادي حقيقتنگاريءَ جي ڪوچ جي ڪاميابي پٺتي لاءِ، آدم ذات جي رهنمائي ڪندڙ آهي." روپاليب يما (The Soviet Literature Jan '64).

اهو اميد ۽ سنگهرش جو پيغمبر آهي جـو ڪيٽس ۽ ملٽن جو رکوالو آهي ۽ بقول اليا اهرن برگ "هو انسان نه پر مشين جو پرزو آهي."
(The writer and his craft)

هندستان ۾، جتي اڃا بک ۽ بيروزگاري آهي ۽ باوجود اميد ۽ سنگهرش جي، هتي جا باشندا مايوسين جون چادرون اوڍي گهمن ٿا، انهڪي سماجوادي حقيقتنگاري جو اهو ڪردار اعليٰ برابر لڳندو، مگر اهو Real گهٽ لڳندو، جو جو هو محض سوويت ليکڪن جي تخيل جو ڪرشمو آهي ۽ هن ۾ انساني عنصر گهٽ آهن. انهي پيٽ ۾ هـو ترقي پسنديءَ جي ڏارا قبول ڪندا، جنهن ۾ هو "The Notes from the gallows" ۾ ڪاڊويل کي بائيبل جا گيت پڙهندو ڏسندا ۽ ڪتي پيڪ اسڪل آفيسرس ۾ شيدي اڳـوان پال راٻسن جـي حق ۾ هـاورڊ فاسٽ کي ٻانهون کڻي لڙندو ڏسندا. مگر ترقي پسنديءَ کي نه اهڙا ڪان اڳ فن ۽ اظهار جي آزاديءَ جو وجود مٽي رکيو آهي.

سنڌي ليکڪ نه وقت جي تقاضا سان نباهيو آهي ۽ انڪري سياوڪ هو نه انهن غلطين جو شڪار ٿيو آهي، جي ٻين سماجوادي يا ترقي پسند ليکڪن ڪيون آهن، مگر سنڌي ليکڪن جو پڙهندڙن مٿان ذهني اثر گهٽ رهيو آهي، ڇاڪاڻ جـو دنيا جي ٻين سماجوادي ۽ ترقي پسند ليکڪن جي پيٽ ۾ هنجي ذهني اوسر (Intellectual development) نه گهٽ رهي آهي، جو هنجي بنياد نه اهو انقلاب رهيو آهي ۽ نه اهي شاندار روايتون، جي آتما کي سجاڳ ڪنديون آهن. بهرحال هنجون اکيون کليل آهن ۽ هو هن يگ جي آتما کي ڏسي سگهيو.

## سڳن آهوجا

هر اهو نظريو، فلسفو، واد، جنهن زندگيءَ جا رخ موڙڻ چاهيا آهن، زندگيءَ کي نوان قدر، نـوان رشتا ڏيڻ چاهيا آهن، زندگيءَ جا نوان امڪان پيدا ڪرڻ چاهيا آهن، تنهن جي پٺيان هڪ حساس ۽ دردمند دل جو درد يا پيڙا سمايل آهي ئي.

راجڪمار سڌارٿ، هڪ ڏينهن، محلات کان ٻاهر نڪري، زندگيءَ ۽ موت ۾ خاص فرق ڏسي هڪ گهري پيڙا محسوس ڪئي، جنهن کيس نروان لاءِ

سوچايو ۽ ڪانئس واجائي سڪ - آرام ڦُرائي، ڪيس سياسي بڻايو. پوءِ سائي پيڙا ڪيس واپس سنسار ۾ وٺي آئي ۽ هن اسان کي پڪ ڌرم جي روپ ۾، زندگيءَ جا نوان قدر، نوان رشتا، نوان بنياد ڏنا. وڪالت جو پيشو ڪندڙ، مسٽر گانڌيءَ کي انگريزن اهو محسوس ڪرايو ته تون هر قسم جي ظلم ۽ بي عزتيءَ جو حقدار آهين، ڇاڪاڻ ته تون غلام آهين. تڏهن هن گهري پيڙا محسوس ڪئي. ان پيڙا کي ڪٽي، هو آفريڪا مان هندستان آيو ۽ همت اچي هن اسانکي غلاميءَ جي خلاف نفرت ۽ جاڳرتا ڏني، ۽ گڏوگڏ هن اسان کي زندگي لاءِ نوان قدر، نوان رشتا، نوان بنياد ڏنا.

جرمنيءَ جي ڪارل مارڪس وٽ به گوتم ۽ گانڌيءَ جهڙي معصوم پاڪ، حساس ۽ درد مند دل هئي. هڪ ڏينهن، هن پنهنجي گهر ۽ پاڙي تي نظر وڌي ۽ ڏٺو ته مرد عورت تي ظلم ڪري رهيو آهي، ڪيس پيڙي رهيو آهي، هر قسم جي آزادي قائم رکندي، مٿس هر قسم جي غلامي مڙهي رهيو آهي. گهر ۽ پاڙي جي مظلوم عورتن تي سوچيندي، هن هيڏانهن هوڏانهن ۽ دور دور ڏٺو ۽ ڄاتائين ته دنيا طبقن ۾ ورهائجي پيئي آهي، جنهن ۾ مٿيون ۽ زوردار طبقو هيٺئين ۽ ڪمزور طبقي کي گيان - وگيان جي روشني ۽ فائدن کان وانجهيل رکي ويٺو آهي، ڪيس دٻائي ۽ وهمن جي جار ۾ ڦاسائي ۽ تقدير جي ليڪن جي نالي ۾ پنهنجي طبقي جي نااهل قاعدن ۽ روايتن سان پيڙي رهيو آهي، دنيا جا ارٻين انسان نه رڳو اَنَ، لٽي ۽ اجهي کان محروم آهن، پر پنهنجي مٿان مڙهيل محرومين سبب، هو پاڻ ۾ انفراديت يا شخصيت پيدا نٿا ڪري سگهن ۽ تنهنڪري زندگي ۽ سماج جا جاندار جزا بڻجي نٿا سگهن. تڏهن، هن دنيا کي پنهنجو سپنو، پنهنجي واد ڏني — مارڪسواد.

مارڪس کان اڳ، دنيا جي ڪنهن به پيڙت آتما، دنيا جي ترقيءَ ۽ خوشحاليءَ لاءِ، پنهنجي وشال سپني کي، انسان جي طبقاتي ڪشمڪش جو تاريخي پس - منظر، انسان جي مادي ضرورتن ۽ خواهشن جي اهميت، وگيان جي ترقيءَ ۾ وشواس، سماجي ۽ سياسي دل، درد، شعور ۽ عمل جو ايڏو وسيع آڌار نه ڏنو هو. اهوئي سبب آهي جو مارڪسواد دنيا کي جلدي قبول پيو ۽ ٽڪرو ٽڪرو ڦهلجي ويو، ڦهلجي رهيو آهي.

مارڪسواد هڪ فلسفو آهي، هڪ سماجي نظام يا زندگيءَ جو سرشتو آهي، هڪ عالمگير برادري آهي، هڪ جهانگير انقلاب يا هلچل آهي، جنهن جون ٻه منزلون آهن — پهرين منزل سماجواد ۽ ٻي منزل سامياواد. عملي ميدان ۾ مارڪسواد هڪ ترقي پسند ۽ تعميري هلچل آهي، جنهن جو سياست سان چولي-

ڌارين جو ساٿي آهي، جنهن جو پونجيواد ۽ سنڌس همٿ - لوڪيءَ لوڪشاهيءَ سان ٽڪر آهي، پونجيواد ۽ سامراجشاهيءَ جي پٺڀ پناهه ۾ ڪاهيندڙ لوڪشاهيءَ جي ڌاڙن پٺين جو جوابي ڌاڙن پٺين سان مقابلو آهي. گهٽ - عملي ميدان ۾ پريس، پليٽفارم ۽ اهي سڀ ذريعا اچي وڃن ٿا، جن رستي مارڪسوادي اطريقي کان انساني رشتن جون گٿيون سلجهايون وينديون آهن، مارڪسواد کي سمجهڻ، ان جي ڦهلاءَ - ڦلڻ لاءِ انساني من ۾ ماحول تيار ڪيو ويندو آهي، ڪڏهن ٽلهو پرچار ۽ نعري بازي ۾ ڪئي ويندي آهي. غير عملي ميدان ۾، جيڪو مارڪسواد ۾ فقط وشواس رکندو آهي، يا مارڪسوادين کي ڪڏهن ڪڏهن مدد ڪندو آهي، يا ساڻن همدردي رکندو آهي ان کي ۾ فيلو - ٽريولر يا ساٿي چيو ويندو آهي.

مون ۱۹۴۴ع کان وٺي، انهيءَ قسمن جي مارڪسوادين کي، نزديڪيءَ کان ڏٺو آهي ۽ ٻنهي قسمن ۾ مان خود ۾ اچي وڃان ٿو.

سنڌي ليکڪ، شاعر ۽ نقاد سماجوادي هلچل کان اردو ادب ۽ اديبن جي معرفت متاثر ٿيا. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ وقت، اردوءَ جا ممتاز اديب سياسي سرگرمين ۽ مزدور هلچلن جي اڳواڻي ڪري رهيا هئا. منجهن ڪيترا اهڙا هئا جي پنهنجن وڏن جي ملڪيت ۽ ورثي کان دستبردار ٿي، خانداني وقار ۽ اقتدار ڇڏي، پاڻ کي ”ڊي - ڪلاس“ ڪري چڪا هئا. هنن پوشاڪ لاءِ پتلون ۽ جهڙي کي آهيو هو، مڇن ۽ ڏاڙهيءَ جي وارن جي خشڪيءَ ۽ واڌ ڏانهن ”انٽيليڪچوئل بي پرواهي“ اپنائي هئي ۽ چانهه، چار - مينار سگريٽن، پڪوڙن ۽ ڊبل روٽين کي پنهنجي بي ترتيب ۽ نهايت سرگرم زندگيءَ جو سهارو بڻائي ڇڏيو هو. پاڻ کي اچا ۾ ”ڊي ڪلاس“ ڪرڻ لاءِ ۽ پنهنجي انسان دوستي جتائڻ لاءِ ڪن ونشيائن کي به اپنايو هو. هنن پيار جي رشتي ناتي ۾ جنسي ڪشش، جنسي بک ۽ جنسي بک، مئاٽڻ کي حقيقت جي روپ ۾ اهڙي ۽ اهڙي قدر تسليم ڪيو هو جو انهن خواهشن کي ڪنهن حد تائين آدرش جو رنگ ملي چڪو هو. هنن جي قلم ۽ زبان ۾ اهڙا ۽ اهڙا ته نوان لفظ، نوان فقرا، نيون ۽ دلڪش سمجهاڻيون هيون، جو پڙهندڙن ۽ ٻڌندڙن جي احساسن ۽ رشڪ جون اکيون چمڪي ٿي اٿيون. هنن ”ڪميونسٽ“ ”ترقي پسند“ ۽ ”ڪامريڊ“ لفظن کي فخر ۽ رشڪ جي لائق بڻائي ڇڏيو هو. هنن مان ڪي جيلن ۾ هئا، ڪي جيلن مان سزائون ڪاٽي نڪتا هئا، باقي جيلن ۾ وڃڻ لاءِ هميشه تيار هئا.

اسين سنڌي ليکڪ، جي ڪانگريس ۾ رهي چڪا هئاسين، ڪجهه سياسي

۽ سماجي ڪارناما ڪري چڪا هئاسين، هن ننڍين ۽ وسيع هلچل کان متاثر ٿي رهياسين.

سنڌ ۾ مزدور طبقو هو ڪونه، هارين ناران جي زندگي ۽ سندن مسئلن کان اسين شهري جوان واقف هئاسين ڪين، تنهڪري اسان سنڌي ليکڪن، خاص طور ڪهاڻي نويسن، مجموعي طور عورت جي حسن ۽ جوانيءَ مان مظلوميت جا پهلو ڳولهي پئي ڪڍيا ۽ اهڙي طرح اردو اديبن وانگر اسان به ڪيس قريب قريب جنسي مريض بڻائي، سماجوادي هلچل جو پهريون گرم دور پورو ڪري ورتو. ورهاڱي تائين ۽ ان بعد به ڪي سال، هلچل جي هن پهرين گرم دور ۾ ادب جي ٻين صنفن تي ڪهاڻي ڇانيل رهي ۽ ڪهاڻيءَ ۾ ٻين مسئلن هوندي به ڪهاڻي لئي عورت، سندس جنسي ڪشش ۽ جنسي بک ڇانيل رهي. ان دور جي سنڌي ڪهاڻين جي ٻن مکيه مجموعن، گوبند مالهيءَ جي چيڀاٽيل "ريگستاني ڦول" ۽ "پوهه - ڦٽي" مان ان ڳالهه جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

ورهاڱي بعد، اسان سماجوادي سنڌي ليکڪن، پاڻ کي همٿي ۽ سنگٺو ۾ منظم ڪري، پنهنجيءَ هلچل کي ٻن حصن ۾ ورهايو - قوميت ۽ سياست. هڪ اهو حصو جنهن سان اسان پنهنجي ساهت، ٻولي، لپي، ۽ پڻ ورثي کي قائم رکڻ جي هلچل هلائي ۽ ٻيو اهو حصو جنهن سان سرمائيداريءَ خلاف، ۽ سماجواد، ساميواد ۽ امن جي فائدي ۾ هلچل هلائي. ورهاڱي بعد، ڪهاڻي نويس، شاعر ۽ مضمون نگار، منظم هئڻ سبب هڪ ٻئي کان اڳرا رهياسين، منظم هئڻ سبب، سنڌي ساهت، ٻولي، لپيءَ ۽ پڻ ورثي کي بچائي سگهياسين.

باقي سياسي هلچل يا ختم ٿي چڪي آهي يا ٿڙڪندي رهي آهي.

مارڪسواد يا سماجواد وقت جي تقاضا آهي، اها ڳالهه نهرو يا نهرو سرڪار تسليم ڪئي ۽ سندس حالات کي سرڪاري لکش يا آدرش بڻايو. نهرو سرڪار انهن ڪري ڪميونسٽن يا اصلي سماجوادين جو هڪ ٻوٽي ڦٽو ڪيو ۽ چين جي ڪميونسٽن هندستان جي سرحد تي ڪاهي سندن باقي ٻوٽي چٽ ٻو آهي. ڪميونسٽن کي نوان ٻار ڄمن، ۽ هو وري اڏري سگهه جهڙا ٿين سو وقت ڪڏهن ايندو چئي نٿو سگهجي. اسان جا ڀرشٽاچاري پونجيوادي ٻاڪو قومي ۽ لوڪشاهيءَ وارو سماجواد يا سماجوادي نظام اسانکي ڪوڙيءَ صديءَ ۾ ڏئي سگهندا سو به نٿو چئي سگهجي. سماجواد ڪير ٿو آڻي، ڪڏهن ٿو آڻي، ڪيئن ٿو آڻي اڄ چئي نٿو سگهجي.

اڄ، اسان سنڌي سماجوادي يا ترقي پسند ليکڪن مٿان سياست جو غلبو ٽٽي چڪو آهي. باقي قوميت جو جذبو جيئن جو تيئن قائم آهي، بلڪ اڳي کان

اڳرو آهي. ڪارل مارڪس جي سموري ڪي هندستاني زندگي جي ساڀيا ڀٽائي لاءِ، ڪهڙن سپاهين دلين جو درد، ڪهڙا رنگ روپ وٺي، ڪيستائين پڪندو رهندو، سو اهڙي قسم جو درد رکندڙ خود به نٿو ڄاڻي.

ان وچ ۾، سنڌي سماجوادي ليکڪن جو درد، سنڌي ساهت، ٻولي ۽ لوڪ کي قائم دائم رکڻ جي هلچل ۾ پنهنجي نجات جي تلاش ڪري رهيو آهي، نجات پائي رهيو آهي.

ڪنهن به هلچل تي تنقيد ڪرڻ، يا ان جو تنقيدي جائزو وٺڻ هڪ سٺي ڳالهه آهي، پر ائين ڪرڻ وقت هيءَ ڳالهه نه وسارڻ گهرجي ته جنهن واد ۽ هلچل جو بنياد دل ۽ دردمند دل تي ٻڌل آهي، ان واد ۽ ان جي پوئلڳن کي سمجهڻ لاءِ دماغ ۽ دليل ٻنهيءَ کان اڳ هڪ دل ۽ دردمند دل جو هجڻ لازمي آهي. اهڙي دل جا امير مينائيءَ وٽ هئي، جا هر شاعر ۽ سٺي انسان وٽ هجڻ گهرجي:

خنجر چلي ڪسي پي تڙپتي هين هم ”امير“
ساري جهان ڪا درد هماري جگر مين هيءِ!

اهڙيءَ دل ٻنا، يا اهڙيءَ دل کي پاسيرو رکي، ان واد ۽ سنڌس پوئلڳن جي قربانين ۽ ڪارنامن جو جائزو وٺڻ ڪنهن کي به نه سونهائيندو.